Alaf aadhhea jo uthee leelaa leeaaij kaandha kaaNi

**ٽي ٽيھ اکريون**
**ليلان چنيسر (سليمان ولد محمد بچل)**

**ٽيھ اکري: ليلان – چنيسر** *
(چيل سليمان ولد محمد بچل (1844 کان 1834) جي)
”ثناء سي حرفي“ نالي ليٿو ۾ ڇپيل چوپڙي (سنه 1353 ھ بعد) تان ورتل.

[سليمان ولد محمد بچل ڪراچيءَ جي شڪارپور محلي ۾ سنه 1844ع ۾ ڄائو.
سندس وڏا ضلعي حيدرآباد جي بدين شهر جا ويٺل هئا.
سندس ڪلام ڪافين، مداحن ۽ مولودن تي مشتمل آهي. 60 ورهين جي ڄمار ۾
21 جون 1934ع ۾ وفات ڪيائين.]

الف آڌيءَ جو اٿي ليلان ليلائي ڪانڌ ڪاڻ؛
”وَر رُسي وَلهو ويو، ريجهائيان سڪ سوز ساڻ؛
ڪانڌ پرچي ڪنهن به حيلي، نيٺ ڪنهن ٻي رمز ساڻ،
ڏس ڏيو مون کي اديون! آءُ ڪئن ڪري پرچائيان؟

بي برائي، بخت منهنجي جي، هيس نه ته لاڏلي،
ڄئو چنيسر ڄام کي، اهڙي هيس مان دادلي،
سرس سيني ۾ سهاڳڻ، آئون هيس ڪا چاڳلي،
هارَ هَئي هاچي ڪيو، آئون وَر! وِلهي ٿي آهيان.

تي تنوارون، ڪرت منهنجيءَ جون سدا سرتيون ڪرين،
ٿي سچي آتڻ اندر، ڳالهيون مُنهين جون

عاجزيون ڪارون ڪريان سي، ڪين موچاريون مجون،
عيب جي منهنجا چون، سي ويڻ کهڙا ساريان؟

جيم جيڏيون! جاڙ ڪئي، مون مَن مٿئي تي موڙ هو،
جنهن مٿئي من موهيو، پر اصل ۾ ڪچ ڪوڙ هو،
هار ڪي سينگار پانيم، سو سچوئي ڏُوڙ هو،
سون اهڙو گهوريو، مان اَڳ اندر ساڙيان.

حي حرص مون ڪي پيو، ڪوڙن مٽين جي هار تي،
ڍول جو هو جهول پيو، سو ڪيئن مٿيم ڦلهيار تي،
چِٽ چنيسر اِت نيو، ڏاڍو ڏمر ٿيو يار ڪي،
سوپيا سينگار ڪي، آئون آڳ اندر ٻاريان.

دال دل تي ڪين آندم، تان ڪي راجا ٿو رُسي،
راءُ ريساٽو گهٽو، مڪرين نٿو هاٽي مسي،
پهه پهاچڻ جو پيو، سا مِر هندورن ۾ هسي،
ذال ذِلّ ڏهاڳ جو، جنهن لئي لکيو ويڻي لوڙيان.

ري رڙهي ڪجهه راز سان، چونديس چنيسر چام ڪي،
زي زباني عرض ٻيو، واريندیس وريام ڪي،
عيب منهنجا ڍڪ، ڍڪيندڙ! سُڌ پوي مَ عام ڪي،
ڪانڌ منهنجو ڪارٽي، مان ڪيئن اميدون لاهيان؟

سين سالم تون سنپالج، وَڙ پريا! تون وَڙ ڪري،
مون وِلهيءَ تي وڙ ڪري، پاٽهي پرين پيرا پري،
شين پنهنجو شان ڏس، تان پَت منهنجي ات پري،
مون هٿان آهن ٿيون جي، سي بديون بخشائيان.

صاد صاحب علم جو تون، بيواهن جو پرجهلو،
واهه منهنجي ناهه ڪا، پر پاڳ پريا! ڪر پلو،

ضاد ذلت ٿي گهٽي، پر هاڻ منهنجو ڪر بلو،
آنٌ پناري پاند پئڙس، من مزو ڪو ماڻيان.

عين عبرت! جيڏيون ويو ڪل ڪچائي کي پسي،
ساھ ۾ سوگهيون هيون ويون غين غيرت جي پسي،
چاڳ جنهن سان ڪيو چنيسر، ساھ ويو تنهن جو سُسي،
حيف چئو هن هار کي، ڪيئن چاڪ چوريان!

في فڪر مون کي پيو، ٿيو حرص ڪوڙي هار جو،
قاف ويڙو قرب سو مون تان مٺي منٺار جو،
مٽيو مون مانع ٿيو، ڏنہ دوست جي ديدار جو،
سونهن ۽ سينگار اهڙو، آڳ اندر ساڙيان.

ڪاف ڪامل! ڪَرمَ ڪاوڙ، معذرت منهنجي سٽي،
مون ڪميٽيءَ ڪئي ڪچائي، سڻ اڇي آسڻ ڏٽي!
ڏي دلاسا داسڙا! تون محب مون سان کل کٽي،
مير! تنهنجي ڪاڻ مرڪڻ! وير! ٿي واجهائيان.

لام لالچ ہي نه ڪا، سرتيون! صلح ساجن سوا،
ميم مون سان ميڙيو، آزي مڙي ڪريوس ڪا،
نون نوڙت نياز سان، آئون پڻ ڪنديس واڪا وڏا،
وا ڪري ڪي وينتيون، روئي رڙي ريجهائيان.

هي هميشہ هجر ۾ مون کر نه، منهنجا پڙ پتار!
جت مڙنديون جيڏيون، ات ستر ڪج ڪو اي ستار!
يي بگانو يار جانب، چئي ”سليمان“ رب سنپار!

ڪوڙ مان ڪلمون پڙهان، ٻيو پؤ نٿي مان پائيان.
لا اِلٰہ اِلا الله محمد رسول الله

# ٿيهه اڪري: حمد باري تعالي*

* لاڙ (تعلقي ٺٽي) مان عبدالله گندري کان مليو

(چيل حضرت احمد خانگڙهي جي)

[هيٺ ڏنل ٿيهه اڪري حضرت احمد سجاده درگاهه خانگڙهه جي چيل آهي. هن جون مرشد جي ساراهه ۾ ڪافيون تمام گهڻيون چيل آهن، جي ڪتابڙي جي صورت ۾ ڇپيل آهن. نقشبندي ۽ قادري طريقي وارو درويش هو. 23- شوال 1353 ھ / 1934ع ۾ وفات ڪيائين. سندس وفات تي قطعه تاريخ مولانا بهاء الدين بهائي جي فرزند محمد اعظم سراجي جا چيل آهن.]

- اوّل به تون آخر به تون،
- باطن به تون، ظاهر به تون،
- بيشڪ تون آن بيرنگ بيچون،
- خاوند خالق ارض سما-
- لاَ اِلہ اِلاَّ اللهُ.
-
- باري برحق داور دانا،
- ياري بخشين ناتوانا،
- غير ولادت ذات يگانا،
- ڪونهي ڪو ٻيو غير سوا-
- لاَ اِلہ اِلاَّ اللهُ.

- تو ري تڪيو ناهه تولاَّ،
- ڏاڍا اهنجا اوک اولا،
- سائين! ڪر تون سهنج سوَلا،
- راحم! ڪر تون ردّ بلا-
- لاَ اِلہ اِلاَّ اللهُ.

- ثابت رک تون دين اسان جو،
- هادي حَبل مَتين اسان جو،
- ياور! بخش يقين اسان جو،
- وحدت وارو جام پلِا-
- لاَ اِلہ اِلاَّ اللهُ.
-
- جاڳي جوش جمال الاهي!
- بخش وصال ڪامل الاهي!
- هردم منجھ خيال الاهي!
- جلوو پنهنجو پرين! پساءِ-
- لاَ اِلہ اِلاَّ اللهُ.
-
- حمد هزارين تنهنجا هادي!
- شوق سندءِ جي ڏي ڪا شادي،
- صوفين وارو سير سوادي،
- قادر! قدرت ساڻ ڪراءِ-

- لاَ اِلہ اِلاَّ اللهُ.
-

- خوف خيال خطرا خامي،
- آٽي وِڏا اندر حرامي،
- توري تڪيو طلب تمامي،
- لاهي ڪر سڀ فرق فناء-
- لاَ اِلہ اِلاَّ اللهُ.
-
- درد اندر جي دانهن، ڏٽي! رس،
- هيٺو حال هي پاڻ ڪٽي پس،
- باري! آهيان بيڪس بيوس،
- شافي ٿي تون شهنشاه!
- لاَ اِلہ اِلاَّ اللهُ.
-
- ذاڪر ڪر منجهہ ذات يگانا،
- طلب جا تَن ۾ وڄن ترانا،
- رحمت وارا کول خزانا،
- هردم گهولج حُسن هوا-
- لاَ اِلہ اِلاَّ اللهُ.
-
- رهبر! رس بيراهو آهيان،
- وارث! بيواهو آهيان،
- آس اميد تو مؤن لاهيان،
- راهہ رلئي کي رستي لاءِ-
- لاَ اِلہ اِلاَّ اللهُ.
-
- زور وڙهي ٿو ديوُ دروني،
- ظالم آٽي ڪئي زبوني،
- رهبر ڪر ڪا راهہ نموني،
- بچڙي بد بلا کان بچاءِ-
- لاَ اِلہ اِلاَّ اللهُ.
-
- سائل آيم سائين! تو در،
- سمجهہ صحيح ڏي پاهر اندر،
- همت حامي! وَ اسمَع وَ انظُر،
- حافظ هادي! لهج سماء-
- لاَ اِلہ اِلاَّ اللهُ.
-
- شڪ لٿا ٿيو شعاع شهادت،
- ”احمد“ ۾ تصديق صداقت،
- مطلق هڪ غفاري طاقت،
- محض محُيط سپن تي سدا-
- لاَ اِلہ اِلاَّ اللهُ.

- 

- صدقئون تو در سيس نوايون،
- تنهنجون لاشڪ لک پلايون،
- بخش اسان جون مير! مدايون،
- قلب جي ڪارڻ قادر! لاھ-
- لاَ اِلہ اِلاَّ اللهُ.

- 

- ضامن معنى صورت شامل،
- ڪرمئون ڪر ڪريما! ڪامل،
- وحدت ساڻ ٿيان مان واصل،
- ساڻ صداقت قرب وڏاء-
- لاَ اِلہ اِلاَّ اللهُ.

- 

- طلب سچيءَ جي طاقت ڏي تون،
- مام سنڌِ جي محبت ڏي تون،
- غير خيال ندورا ني تون،
- سڪ سچائي ڪري سُهاء-
- لاَ اِلہ اِلاَّ اللهُ.

- 

- ظاهر تنهنجي شاهنشاهي،
- باطن تنهنجي رمز روائي،
- هردم تنهنجي حڪم هلائي،
- توکي لائق سڀ ثناء-
- لاَ اِلہ اِلاَّ اللهُ.

- 

- عين عنايت ”احمد“ تي ڪر،
- هادي! هٿ حمايت جا ذر،
- ساڻ رضا جي رسجان رهبر!
- مهرئون منهنجي مونجھ ڪلاءِ-
- لاَ اِلہ اِلاَّ اللهُ.

- 

- غير نه ڄاڻڻ عين سڃاڻڻ،
- پنهنجو پاڻ ڪي پاڻ پڇاڻڻ،
- خام خوديءَ جو خيال نه آڻڻ،
- ايها سمجھ صحيح سِڪاء-
- لاَ اِلہ اِلاَّ اللهُ.

- 

- فرق فراق فنا ڪر حالي،
- گھولج جلوو جان جَمالي،
- وحدت وارو جام وصالي،
- ”احمد“ تي ٿيو عين عطا-
- لاَ اِلہ اِلاَّ اللهُ.

- 

- قادر! تنهنجي قدرت قائم،
- حيرت ۾ جنّ انس وبَهائم،
- شمس قمر گرداني دائم،
- هيبت تنهنجي هوش رُبا-

- لاَ اِلہ اِلاَّ اللہُ.
- 

- ڪونهي تنهنجي ذات جي ذاران،
- هيٺ مٿي هر حال تنواران،
- وحدت ماري پاڻ پُڪاران،
- ري اسان جي ربّ نه آهـ.
- لاَ اِله اِلاَّ اللہُ.
- 

- ”لم يلد“ نه ڪنهن جو ڄايو،
- مختياري مطلق صاحب رايو،
- لا يَزال نه ڪنهن اُپايو،
- ان جي گُهر ۾ نانهن اڙاءُ.
- لاَ اِلہ اِلاَّ اللہُ.
- 

- معنیٰ تون منجهہ سڀ ڪنهن صورت،
- ميّت ڪان حَيُّ، حَيُّ ڪان ميّت،
- مام ۾ چورين مخفي مورت،
- ”تفَعَل ماَ تُريدُ تُشاءُ“.
- لاَ اِلہ اِلاَّ اللہُ.
- 

- ناهہ سريڪ نه تنهنجو شاني،
- تون آن باقي، باقي فاني،
- ڪونهي ڪو ٻيو تنهنجو ثاني،
- هي، هُو تنهنجو حڪم هلاءِ.
- لاَ اِلہ اِلاَّ اللہُ.
- 

- ”وفي اَنفسڪم ڪيوءِ اشارو،
- ڪوهہ طور تي تنهنجو نور نظارو،
- ”نَحنُ اَقرَبُ“ ماريوءِ نعرو،
- واحد! تنهنجو واهہ وڏاء!
- لاَ اِلہ اِلاَّ اللہُ.
- 

- هردم هلي ٿي حال هُويت،
- غالب غير تي ٿي محويّت،
- منجهہ هُويّت محض مَعيتّ،
- صوفي صافي صاف صفا.
- لاَ اِلہ اِلاَّ اللہُ.
- 

- لاشڪ لاشريڪ شهنشاهہ،
- اُن جو حڪم هميشه بالا،
- آمر ناهي اقرب اعلیٰ،
- رکي پنهنجو چاهہ چلاءِ.
- لاَ اِلہ اِلاَّ اللہُ.

- اعجداء اَباء سڀ نبوّت،
- آل اصحاب ۽ ساري اُمّت،
- سارا تنهنجا اهل اطاعت،
- سڀ تي رحمت ربّ وساء-
- لاَ اِلہ اِلاَّ اللهُ.

- ياور بيشڪ ڏني آ ياري،
- غَفرَ ”احمد“ ٿي بهاري،
- اسمئون جسمئون ٿي سڀ ساري،
- هيڏي هوڏي هڪ الله-
- لاَ اِلہ اِلاَّ اللهُ.

- ”اَحمد“ جو تو شان وڌايو،
- مرسل ماڻڪ عربي آيو،
- قربئون ڪلمي منجهہ گڏايو،
- واه عجائب رمز رَلاءِ-
- لاَ اِلہ اِلاَّ اللهُ.
- لا اِلہ اِلا الله محمد رسول الله.

http://www.sindhiadabiboard.org/Catalogue/Folk_Litrature/Book34/Book_page35.html

## ڻيهہ اکري: ليلان – چنيسر *

(چيل سليمان ولد محمد بچل (1844 کان 1834) جي)

”ثناء سي حرفي“ نالي ليٿو ۾ ڇپيل چوپڙي (سنہ 1353 ھ بعد) تان ورتل.

[سليمان ولد محمد بچل ڪراچيءَ جي شڪارپور محلي ۾ سنہ 1844ع ۾ ڄائو.
سندس وڏا ضلعي حيدرآباد جي بدين شهر جا ويٺل هئا.
سندس ڪلام ڪافين، مداحن ۽ مولودن تي مشتمل آهي. 60 ورهين جي ڄمار ۾
21 جون 1934ع ۾ وفات ڪيائين.]

الف آڏيءَ جو اٿي ليلان ليلائي ڪانڌ ڪاڻ؛
”وَر رُسي وَلهو ويو، ريجهائيان سڪ سوز ساڻ؛
ڪانڌ پرچي ڪنهن بہ حيلي، نيٺ ڪنهن ٻي رمز ساڻ،
ڏس ڏيو مون کي اديون! آءُ ڪئن ڪري پرچائيان؟

بي برائي، بخت منهنجي جي، هيس نه ته لاڏلي،
چئو چنيسر ڄام کي، اهڙي هيس مان دادلي،
سرس سيڻي ۾ سهاڳڻ، آئون هيس ڪا چاڳلي،
هارَ هَئي هاڃي ڪيو، آئون وَر! وِلهي ٿي آهيان.

تي تنوارون، ڪرت منهنجيءَ جون سدا سرتيون ڪرين،
ٿي سچي آتڻ اندر، ڳالهيون مُنهين جون

عاجزيون ڪارون ڪريان سي، ڪين موچاريون مجون،
عيب جي منهنجا چون، سي ويڻ ڪهڙا ساريان؟

جيم جيڏيون! جاڙ ڪئي، مون مَن مٽئي تي موڙ هو،
جنهن مٽئي من موهيو، پر اصل ۾ ڪچ ڪوڙ هو،
هار کي سينگار ڀانيم، سو سچوئي ڌُوڙ هو،
سون اهڙو گهوريو، مان اَڳ اندر ساڙيان.

حي حرص مون کي پيو، ڪوڙن مٽين جي هار تي،
ڍول جو هو جهول پيو، سو ڪيئن مٽيم ڦلهيار تي،
چِت چنيسر اِت نيو، ڏاڍو ڏمر ٿيو يار کي،
سوپيا سينگار کي، آئون آڳ اندر ٻاريان.

دال دل تي ڪين آندم، تان ڪي راجا ٿو رُسي،
راءُ ريساٽو گهٽو، مڪرين نٿو هاٽي مسي،
پِهِ پهاڇڻ جو پيو، سا مِرِ هندورن ۾ هسي،
ذال ذِلّ ڏهاڳ جو، جنهن لئي لکيو ويٺي لوڙيان.

ري رڙهي ڪجهه راز سان، چونديس چنيسر چام کي،
زي زباني عرض ٻيو، واريندیس وريام کي،
عيب منهنجا ڍڪ، ڍڪيندڙ! سُڌ پوي مَ عام کي،
ڪانڌ منهنجو ڪارڻي، مان ڪيئن اميدون لاهيان؟

سين سالم تون سنڀالج، وَڙ پريا! تون وَڙ ڪري،
مون وِلهيءَ تي وڙ ڪري، پاڻهي پرين پيرا پري،
شين پنهنجو شان ڏس، تان پَٽ منهنجي ات پري،
مون هٿان آهن ٿيون جي، سي بديون بخشائيان.

صاد صاحب علم جو تون، بيواهن جو پرجهلو،
واهه منهنجي ناهه ڪا، پر پاڳ پريا! ڪر ڀلو،
ضاد ذلت ٿي گهڻي، پر هاڻ منهنجو ڪر بلو،
آنُ پناري پاند پئڙس، من مزو ڪو ماڻيان.

عين عبرت! جيڏيون ويو ڪل ڪچائي کي پسي،
ساهه ۾ سوگهيون هيون ويون غين غيرت جي پسي،
چاڳ جنهن سان ڪيو چنيسر، ساهه ويو تنهن جو سُسي،
حيف چئو هن هار کي، ڪيئن چاڪ چوريان!

في فڪر مون کي پيو، ٿيو حرص ڪوڙي هار جو،
قاف ويڙو قرب سو مون تان مٿي منٺار جو،
مٽيو مون مانع ٿيو، ڏنهہ دوست جي ديدار جو،
سونهن ۾ سينگار اهڙو، آڳ اندر ساڙيان.

ڪاف ڪامل! ڪَرمَ ڪاوڙ، معذرت منهنجي سٺي،
مون ڪميٺيءَ ڪئي ڪچائي، سڻ اڇي آسڻ ڏٺي!
ڏي دلاسا داسڙا! تون محب مون سان ڪل ڪٺي،
مير! تنهنجي ڪاڻ مرڪڻ! وير! ٿي واجهائيان.

لام لالچ ٻي نه ڪا، سرتيون! صلح ساجن سوا،
ميم مون سان ميڙيو، آزي مڙي ڪريوس ڪا،
نون نوڙت نياز سان، آئون پڻ ڪنديس واڪا وڏا،
وا ڪري ڪي وينتيون، روئي رڙي ريجهائيان.

هي هميشہ هجر ۾ مون ڪر نه، منهنجا پڙ پتار!
جت مڙنديون جيڏيون، ات ستر ڪج ڪو اي ستار!
يي بگانو يار جانب، چئي ”سليمان“ رب سنپار!
ڪوڏ مان ڪلمون پڙهان، ٻيو پؤ نٿي مان پائيان.
لا اِلہ اِلا الله محمد رسول الله

## ٽيهه اڪري: لولي*

(چيل منٺار فقير راڄڙ جي)

[فقير منٺار ولد قبول محمد راڄڙ، ”راڄڙن جي ڪاٺي“، تعلقي ڪپري جو ويٺل هو. مجاز جي چوٽ لڳس ۽ فقيري ويس اختيار ڪيائين. مخدوم امين محمد صاحب رحمه الله تعاليٰ هالن واري کان طريقت جو فيض حاصل ٿيس. فقير منٺار خاص طرح، ڪافين ذريعي پنهنجي جذبن جو اظهار ڪيو. سندس ڪلام ٽن جلدن ۾ سيٺ ڪرپالداس ٻيراني واري ڇپائي پڌرو ڪيو.
اندازاً 1925ع ڌاري وفات ڪيائين.]

الف تنهنجو آسرو، آئون نه لاهيان،
تنهنجي اميد اچڻ جي اجا ٿي پانيان،
مون ۾ طاقت ڪانه ڪا، جو شراڪت ساهيان،
پاند ڳچيءَ پايان، چمان قدم تنهنجا ڪوڏ مان-
آئون ٿڪيس، منزل پري، .
مون کي مل اچي، سائين مل اچي! .

بي مڙئي بازيون چڪيم، هيٺو ٿيڙم حال،
آئون عيبن پري آهيان، تون لائق پريو لال،
شان سڃاڻي پانهنجو، ڪر پلائيون پال،
سڻج منهنجو سوال، مڄ عرض ”منٺار“ جا-
آئون ٿڪيس، منزل پري، .
مون کي مل اچي، سائين مل اچي! .

تي سند تو کان سوا!، ٻي ڪنڌي نا ڪائي،
منان مور نه وسري، تنهنجي صورت سُهائي،
متان منهنجي ليکئين، عاقل! اگلائي،
ڪري پيرو پلائي، پرج قدم ڪرم جو-
آئون ٿڪيس، منزل پري، .
مون کي مل اچي، سائين مل اچي! .

ٿي سندم سڏڙا سڻي، وري آءُ وريام!
آئون سُيَس ساري لوڪ ۾، نرمل! تنهنجي نام،
متان مون کي ڇڏئين، ڇامن سندا ڇام!
پرين! پيس تو سام، پلئي لائي وچ پانهنجي-
آئون ٿڪيس، منزل پري، .
مون کي مل اچي، سائين مل اچي! .

جيم جياپو جيءَ جو، آڳانڊو آهين،
مون تان پاند پناه جو، لال! متان لاهين،
ڇيهئون ڇڏج ڪِيمَ ڪي، ڪج اَڪمل اڳاهين،
تو سرور! سدائين، درسن دلبر ٿي گهُران-
آئون ٿڪيس، منزل پري، .
مون کي مل اچي، سائين مل اچي! .

حي ٿيس هيڻي گهڻو، وڃي پيريءَ ۾ پيئي،
همت هلڻ جي ناهه ڪا، آئون وس ڪنا ويئي،
دلاسو دلگير کي ڪو، ڏي وڃج ڏيئي،
منهنجون اکڙيون ٻئي، آهن اوهان جي آسري-
آئون ٿڪيس، منزل پري، .
مون کي مل اچي، سائين مل اچي! .

خي سندءِ خذمت ڪريان، اچين جي اوري،
هڙا منهنجا حال ڪيا، تنهنجي جدائيءَ جهوري،
اچ ته جسو جان فدا ڪريان، تو گهوٽ مٿان گهوري،
ڪلهن تان ڪوري، ڪٽي سر تو کي سٽ ۾ ڏيان-
آئون ٿڪيس، منزل پري، .

مون کي مل اچي، سائين مل اچي. .
دال سندم دانهون سڻي، ڪج فضل جو ڦيرو،
اڱڻ اڪنڊين جي، تون پاءِ اچي پيرو،
اچ ته اکڙين منجھ ڏيان، توکي دل وڏيا! ديرو،
پلا! تون پيرو، متان مَٺِين ”مننثار“ چئي-
آئون ٿڪيس، منزل پري، .
مون کي مل اچي، سائين مل اچي. .

ذال ڪريان زاريون پيئي، ظاهر ساڻ زبان،
آئون ڪيئن سينو ساهيان؟ مون منجھ طاقت ڪان،
آئون اپوجهي آهيان، ڏي تون سُرت سبحان!
اچي ڪر احسان، موٽي مو مسڪين سين-
آئون ٿڪيس، منزل پري، .
مون کي مل اچي، سائين مل اچي. .

ري متان رولي چڏين، مون کي منهنجا يار،
آئون اوهان جي آهيان، اَڪمل! اميدوار،
مون ڪميڻيءَ ۾ ڪترا، آهن عيب اَپار،
ساجن! لهج سنڀار، سگهو منهنجا سپرين!
آئون ٿڪيس، منزل پري، .
مون کي مل اچي، سائين مل اچي. .

زي زيارت ڪار مون، دل سندا دلبر!
مون کي طلب تنهنجي، آهي اُڪنڊ منجھ اندر،
اٿئي نام الله جو، اچ سگهو انور،
سڏ سڻي سرور! گوندر لاهه غريب جا-
آئون ٿڪيس، منزل پري، .
مون کي مل اچي، سائين مل اچي. .

سين سلامت سپرين، محب موچارا!
آئون اَپالي آهيان، دلبر تو ذارا،
سگهو لهج سنڀال تون، سچڻ سوپارا!
پنهل پاڳارا! پاڻ پَسائج پانهنجو-
آئون ٺڪيس، منزل پري، .
مون کي مل اچي، سائين مل اچي. .

شين شمس شاهن جا شاهه، وسِيلا والي!
آئون اوهان ريءَ آهيان، اَڪمل! اَپالي،
مچ عرض ''منٺار'' جا، جو سڪندڙ سوالي،
تنهنجي اکين جي لالي، ڏسان تان ڏکڙا لهن-
آئون ٺڪيس، منزل پري، .
مون کي مل اچي، سائين مل اچي. .

صاد سِڪان ساريان پيئي، ويل نه وساريان،
تنهنجي ورڻ جي واٽ کي، ٿي نت نت نهاريان،
اچا تنهنجي آسري، پيئي اگڻ ٻهاريان!
گڏجي گذاريان، سچڻ تنهنجي سَٿَ ۾-
آئون ٺڪيس، منزل پري، .
مون کي مل اچي، سائين مل اچي. .

ضاد دلبر دل جا، ڪامل قطب ڪبير!
'اَمين مُحمّد' آءُ تون، مِٺا مرشد مير!
متان چڏين ''منٺار'' کي، پلئي لائج پير!
ساريان منجهه سرير، حُسن تو حبيب جو-
آئون ٺڪيس، منزل پري، .

مون کي مل اچي، سائين مل اچي. .

طوئي سندءِ طالب آهيان، ڪريان ٿو ڪارون،
اچا تنهنجي آسري، نت منڊيان ٿو ڦارون،
مون کي تو محبت سنديون، تن اندر تارون،
دلڙيءَ جو دارون، تو بنا طَبّ ناهه ڪو-
آئون ٿڪيس، منزل پري، .
مون کي مل اچي، سائين مل اچي. .

ظوئي اچي ظاهر مِٺا، دلبر! ڏي ديدار،
توکان سرندي سپ ڪا، آئون بي پهچ بيڪار،
نرمل تنهنجي نُور ۾، آئون آهيان اُميدوار،
تو جوت سندو جهلڪار، اکئين ڏسي من اُجران!
آئون ٿڪيس، منزل پري، .
مون کي مل اچي، سائين مل اچي. .

عين اچا مون کي آسرو، اسان وٽ ايندُون،
دلاسا دلگير کي، ڏِڍ اچي ڏيندُون،
مدارت ”منٺار“ چئي، ٿڪيءَ سين ٿيندون،
گولي گڏيندُون، سچڙ پنهنجي سٿ ۾-
آئون ٿڪيس، منزل پري، .
مون کي مل اچي، سائين مل اچي. .
غين آهيان تو گهوٽ جي، آئون غريبڙي گولي،
منهنجِي تو محبوب سان، آهي ٻانهپ جي ٻولي،
مِٺا مجريدار، تو ٿِي سڏايان پولي،
جهليان ٿي جهولي، اچج نام الله جي-
آئون ٿڪيس، منزل پري، .
مون کي مل اچي، سائين مل اچي. .

في فضل توکان گهران، عدل آئون نه ﭘُڳياس،
همت هلڻ جي ناهي ڪا، آئون وس ڪنان وياس،
ڪيئن ڪريان طاقت بنا، هيٺي هاڻ ٿياس،
تنهنجي ﭘناري ﭘياس، سگهي لهج سنڀال تون-
آئون ٿڪيس، منزل پري، .
مون کي مل اچي، سائين مل اچي. .

قاف قلم جيڪس لکيو، حق منهنجي ۾ هيئن،
ڦوڙائي فراق ۾، ڏکيا ڪٽيم ڏينهن،
اکين اوهيرا ڪيا، جيئن وسن ساوڻ مينهن،
تو لئي سڪان تيئن، جيئن سِپُون ابر جي آسري-
آئون ٿڪيس، منزل پري، .
مون کي مل اچي، سائين مل اچي. .

ڪاف ڪڏهن ايندا م پرين، جيءَ سندا جاني،
آئون اوهان جي آهيان، ٻاروچل! ٻانهي،
ملڻ جي "منٺار" سان، ڪر اچي احساني،
ته ڪريان قرباني، سِرُ سري تو تان سچڻ!
آئون ٿڪيس، منزل پري، .
مون کي مل اچي، سائين مل اچي.

* منٺار فقير جي چيل ڪلام تان ورتل.